# واٽون ڦلن ڇانئيون

(شاعري)

شيخ اياز



۱۹۸۵ع

سڳنڌ پبليڪيشنس جو اڪويهون ڪتاب

ڪتاب : واٽون ڦلن ڇانئيون
شاعر : شيخ اياز
ڇپائيندڙ : زيب سنڌي
پاران : سڳنڌ پبليڪيشنس، جناح باغ روڊ، لاڙڪاڻو
ڇپيندڙ : سهڻي پرنٽرس، آلهنڊو ڪڇي، حيدرآباد سنڌ
ڇاپو : پهريون
تعداد : هڪ هزار
تاريخ : جولاءِ ١٩٨٥
قيمت : ١٥-٠٠
پڪو جلد : ٣٥-٠٠

ملڻ جو هنڌ
سڳنڌ ڪتاب گهر
جناح باغ روڊ، لاڙڪاڻو سنڌ

WATOON PHULAN CHHANEYOON, Poetry in Sindhi. by Shaikh Ayaz, Published by Zeb Sindhi, For Sugandh Publications, Larkana, Sindh. Pakistan. First Edition, July 1985.
Price Rs. 15/- Per Copy.

## ڳالهيون

سمنڊ کي پنهنجون ڳالهيون آهن،
سوڙهيون ۽ ويڪريون،
جن ۾ آوارا ڇوليون،
چڪر کائينديون آهن.
(اياز)

ها!
اياز جي شاعري
هڪ سمنڊ آهي
(جنهن جو ڪوئي انت نه آهي)
۽ انهيءَ سمنڊ کي پنهنجون ڳالهيون آهن
سوڙهيون ۽ ويڪريون
نه ڄاڻ ڪيتريون
جن مان اڄ جي ڪيترن ئي
شاعرن پنهنجا رستا ڳولي لڌا آهن
۽ سوان جا ڪيترائي شاعر
انهن ڳالهين مان گذرندا.

زيب سنڌي



ٽالهه ڪٿي روپڙو ميندي پسايو
دودل گهر آيو
نيپ جيان ڏيرڙو تنبو لڳايو
دودل گهر آيو
پورڙيون نينگريون ٻاهون وڌايو
دودل گهر آيو
ڏونڪلڙا ٻير تي ور ور وڃايو
دودل گهر آيو
دودل جو ديس ليه لايو سجايو
دودل گهر آيو.



مٺان ڳالهايو

ڳوڙها ڳاڙهو ڳجهه ۾

سوڍل لهندو لانوڙي
رسيي لڙڪايو

ڳوڙها ڳاڙهو ڳجهه ۾

نيڻ ندوريءَ رات جا
تارا ٽمڪايو

ڳوڙها ڳاڙهو ڳجهه ۾

هي جو سنڌ وهانو جو
ونهه ورايو

ڳوڙها ڳاڙهو ڳجهه ۾

ڏؤ ڏؤ ڏسامن جکي
ڪو ڇاڇي آيو؟

ڳوڙها ڳاڙهو ڳجهه ۾





وسڻون تاهي ويجهڙي
آڻهي آجهاڻو،

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!

نه ڪا ٽم ٽم باهڙي
نه ڪو ٽانڊاڻو،

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!

نه ڪي تارا آپ ۾
نه ڪو ٽانڊاڻو،

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!

نه ڪي ماڻي سڄّ جا
نه ڪو اوراڻو،

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!

نه ڪي ٻيرا ٻيڄري
ٽانءُ نه ڪو ٽاڻو

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!

ربّا! ٽون ٽي چتم ڪٽي
پڻيءَ جو ٻاڻو؟

مان ۽ پنڌ پهاڙ جا!



رُتو رُتيي سانجهہ
ڪيچ نہ پُڳي ڪاڻي

وچڻ لڳي موت جي
جهرڻي جهڙي جانجهہ
ڪيچ نہ پُڳي ڪاڻي

او نداهيءَ ۾ اوهري
واريا سي پيرہ وانجهہ
ڪيچ نہ پُڳي ڪاڻي

جيئڻ ڏي جنجار هو
اڳتي نانهہ آڳانجهہ
ڪيچ نہ پُڳي ڪاڻي

---

آڳانجهہ — مشڪلات، درد.



ساٿي سُرنگا
ڪنھنجو توھہ مڱا

مون من تو مونجھو ڪيو

ويٺو رتَ آگھان پيو
اڃا تو آڳا

مون من تو مونجھو ڪيو

ڪيڏي ڪَٽ ڪتارڻين
ڪيڏا لالَ لڳا!

مون من تو مونجھو ڪيو

ھن ڏاڏائي ڏيھہ ۾
ڏوڪا ڏورنگا

مون من تو مونجھو ڪيو

ويري توڙي واھرو
ڪاھن چيتارِ چڱا؟

مون من تو مونجھو ڪيو





ٽون جو ٽٽيءَ ٽاهَ
ڀهر آيري آهه
لِڪ لڪائي ڪيٽري

جيئن ڪاريهر جهپ ٽي
اهڙو ٻول ٻراهه
لِڪ لڪائي ڪيٽري

آنڊي آئي جيئن ٽٽي
واريءَ مٿان واهُه
لِڪ لڪائي ڪيٽري

جُهرندو جهونا ڳڙهه ڪنڌن
ڪوئي چنگ چتاهُ!
لِڪ لڪائي ڪيٽري



ڳچيءَ لائي ڳتلُ
پرين ۾ تي پتلُ
اَڄُ تہ توسان اوريان

سانجهيءَ سيجُ ڇڏي چڪو،
۾ ٿي پکي پتلُ
اَڄُ تہ توسان اوريان

اوندهہ ڪان ٻي اڪبُ ۾
ملشي نانهہ متهلُ
اَڄُ تہ توسان اوريان

ڪاري ڪارونيار ۾
ڪنهن کي ڪنهن جي ڪتلُ
اَڄُ تہ توسان اوريان

—

پتل — درياهہ جي لهي وڃڻ ڪان پوءِ ظاهر ٿيل زمين ۔



سانجهي سانگ ۽ پکي،
سرهه جي آڪاس ۾

ساجن سنهو ڏنو ڇا ڪنهن ڪانگ، سکي؟
مون ڪجرايون اکڙيون نه مون مانگ مکي،
ڇو هئن منهنجي راتڙي ڪاري نانگ ڪکي؟

---



تنھنجي تاتِ تڳاءُ
تنھنجي توھ ۾ جيئان پيو

مون کان پوءِ منھنجا پرين
سڌ نہ هوندو ساءُ
تنھنجي توھ ۾ جيئان پيو

پنڌ ٽڪيندو پيرڙا
واڪا ڪندو واءُ —
تنھنجي توھ ۾ جيئان پيو

لڪڻ ۾ پيو لڙڪندو
منھنجو لونءُ لڳاءُ
تنھنجي توھ ۾ جيئان پيو

ڪھڙيءَ پر ايندين پرين
ڪنھن کي سڌ سماءُ!
تنھنجي توھ ۾ جيئان پيو

---



بڻي مون نه سهاه

مون پڄاڻان سپرين

جي چاهين، مون جهڙي آهه آڇي ڪر لاءِ!
مون ڪان پو آئين تہ ڇا ٻيو س نہ ڀلاءِ
ڏرتيءَ مٿ ڏڏارَ ٿي هتين هيٺ سماهه
مون جي ڳجرا پو ڏيا منهنجي هٿان پاهه!

---



وو وو ويـــچـــارا
ووه ميان، وو وو ميان!

او، مان چاڻان ڪيچ ڏي چانگن جا چارا
ووه ميان، وو وو ميان!

او، هو جهڙو جسي جهاڪ ۾ ٽمڪن تا تارا
ووه ميان، وو وو وو ميان!

ڪيڏي ڏونگر چوٽ تي ٽن جا ڏيکارا!
ووه ميان، وو وو وو ميان!

پڪـه نه آ هـو پهچندا لڪ لڪا سارا
ووه ميان، وو وو وو ميان!

---



کنهن کي پڪاريان

ڪائي ناءُ نہ ناکئو!

ڪٿي هي سمنڊ ساٿ سان تار منجهان تاريان!

ڇا اڄ وڃي ونجهہ سان ڳوڙها ڳل ڳاريان؟

پنهنجي پرينءَ پار کي واريءَ تي واريان!

ڪوہ افق تي ڪونہ آ ڪنهن ڏي نهاريان!



## اَڄ اُسَٽ ماندِي

### ٻئي ڪٺي ٻيرڙا

ڪيڏي اوچي ڪوٽ ۾ ٻيوسِ آ ٻانڌي!
نه سو وارِ واس آ نه ڇا سيراندي،
سُور نه ٽيندي مارئي هاڻي هيڪاندي.
جڳ ۾ تو هيءَ جندڙي آيل ڇو آندي؟



ڪيسين ڙڱيب رڱا

تولـيءِ رتا مولها!

ٽوڪان، ٽالهي ڪينرو، مٿو ڪٿن مڱا؟

ڇا هيي چڙهندا چوٽ تي ٽنهنجا ليڪ لڱا؟

چُپ ۾ ٽه ٽي ويا چٽپ ٽر چٽوندو ڪير چڱا!





آڪ مٿان ڦلڙيون ٻهر مٿان ٻُور
پوءِ به پرين ڏُور

ڏونگرن جي ڏاکڻ لڳي ڪچا ڇُور
پوءِ به پرين دُور

چانڊ لٿي راتڙي پٽن ڪيو ٻُور
پوءِ به پرين دُور

چمڪ اڙي چنڊڙا گهاٽ مٿان گهُور
هاءِ پرين دور!
هاءِ پرين دور!

—



مون کي ٿيون مارين
ساري جيئمارين،
ڪاريون ڪڪريون اڪريون

تارن پريون راتڙيون
جين لسي ۾ جڙ هارين،
ڪاريون ڪڪريون اڪريون

ڏينهن سارا ڏوجهرا
لاهي، آجارين،
ڪاريون ڪڪريون اڪريون

مون جهڙي جهٽپٽ لڳي وڃي
وَر وَر پڪارين،
ڪاريون ڪڪريون اڪريون

---



سِجُ لهي سانجهي ٿيو، سونا ٽيا سَرُ
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!

ڇڏي پيارَن پيڪڙا لاهي گهنگهر گهَرَ
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!

ڪُڏڪيون ڪونجون روهه جون واهه منجهان وَرُوَرَ
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!

نه ڪنهن همَر ساتُ سان نه ڪنهن سالڪ سفر
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!

—



آچــا نـــہ او ياء
رَتــا لاهي ڪپڙا!

نہ مون روڪ رڪاب ڪان
گھوڙي واڳــ وٺــاء!

وانــاهـــي جــي رات آ
رُت جي ربت نـيـاه!

ڳيرو ڪالهہ ڳيا ٿـيـا
ڪــهـڙي ڪارڻ لاه؟

ڀِنه ڪي چمي ڀــاڏـڙا
لــهــوه ٽلڪ لــڳــاه!
رَتــا لاهي ڪپڙا!

---



واٽا جي رڻ جهاڳ
پيرا آئين پاڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

ڏک وڏائي واهه جئن
جن جي هٿن واڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

ڏونگر متان ڏيٺڙا
جن جي اکين آڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

شيرجن ساڻون مينهن جئن
جن جي چپن راڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

ليڪ چپ ڪئي لوه ۾
مون سان منهنجي ماڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

او شل آرهڙ سچ ۾
ڇهڪي پيرين پاڳ
تن جي توهه تڳي هيئون

---



ڇڙ ٻڌي ڇمڪي
ڇڻ ڇڻ وٺا مينهڙا

ڪڪر پويان وڄ جو
ڇهو ٿو ڇمڪي
ڇڻ ڇڻ وٺا مينهڙا

آپ انڌارو رنڌ ٿو
ٿانڀو نہ ٿمڪي
ڇڻ ڇڻ وٺا مينهڙا

ڪيسين ڪوئي ڏيئڙو
رم جهم ۾ جهمڪي؟
ڇڻ ڇڻ وٺا مينهڙا

—



مينهن وسندي مانَ
اچــن هو مهمانَ
متان وسامين باهڙي!

متان آتر پار کان
اچن کي طوفانَ
متان وسامين باهڙي!

متان رم جهم رات کي
ڏکڻ ڏئي ڏانَ
متان وسامين باهڙي!

پيهر وسن ڳوس مان
پنهنجا ماڳ مکان
متان وسامين باهڙي!

---

●

ڪَر هاڙا ڪَٿهجڙي!
جتي وُڻ ويڙهي ٽيا
آني نہ رهجڙي!

●

وهندي وَنجهہ هٿن
هيءَ جي مٿان مڪڙيءَ
آڙيون ٿيون آڏرن

●

واڙيءَ ڦُلَ جيڏانهن!!!
ماڪ ڪٿو رڙو ساٿيڙو
هيل ويو ڪيڏانهن???

●

ڪارونجهر تي چنڊ —
ساڄن! تنهنجيءَ سار ۾
مون سان سارو سنڌ!

●

مڇي مهاڻي —
ڪيڏيءَ سار سمنڊ ۾
نوري نماڻي!

●

ساروڻ ڳَلَ ڏيئي
ڪنهن سپني جي ٽانگهه ۾
سُتي سنجهيڙي —

اڃا ووڙين ٿي؟
ڪتي ٿورا ڏينهڙا
رنڊا روڙين ٿي؟

چرخي نه گهمون گهمون
پورهيت پنا ڏينهڙا —
آٽي ۾ پوٽليون!

لٽڪن ڪٽن لٽڪون،
ڪالهوڪا ڪترا پيا
اڃا ڪٽڪون ڪٽن!

●

سسئي ڇا لئيءَ ويئي!
جنهن کي لڳا ليلاٽ ۾
تنهنجا ڪهڙا سيڻ!

●

”آڻ پنهونءَ جو پار“
”ڪيتيون ڪاريءَ رات جون
”موتي منجهه متهار—“

●

هميشه ٿو مان
تارن پري راتڙي
هوندس، هوندس مان

●

مان ۽ تنهنجو ڏانءُ
تو ۽ ڇاهه سکيو ٿئي،
توسان هُري هانءُ —

●

ڏوراپو ڏيئي
وَيو وَرتَ هٿن مان
توکي ڏسنديئي —

●

بَس، راتيون ڪاٽيون
هيل نہ مورن جون هيون
ڏونگرَ ڏياتيون —

●

سنڌو ھي سڙھو،
ٻوھ ۽ چوڌاري ھيو
ويڙھيچن وڙھو!

●

اُڏا اوچا ڪوٽَ!
کھڙي وات وٺي وَيا
گھوڙن سوڌا گھوٽَ؟

●

ڏونگر جا ڏاڪا،
چڙھندا ويا چوٽَ تي
ويڙھڪس جا واڪا

●

او شل ويڙهه وَهن!
ڇڙهيو ڏونگر چوٽين
مورَ ٿهوڪا ڪَن!

●

اوءِ شَل برهن ٻَر!
اڄ به اکين جان[8] آڄ
ٿوهر مٿي ٿَر!

●

ٿڌا آهيان مان
هاءِ ٻر گڏ ٻاڇي جيان
تون جو آن مون سان!



سون وٽ آڄ بہ آڇين
ڳاڙها پيرون منڊ جا
ڪينگر منجهہ ڪچين۔



سرهہ، سانجهيءَ ونءَ
پن ڇڻن ۽ ڪيڏا ڪٽا
پنن مٿان پنن!



ڇوهہ نہ ڪوئي ڇڙ،
آڙيون ڳاڙهيون آپ ۾
ڪارو سڙي ڪينجهر۔

ٽيهين ٽي ٽِمڪي
واناهي جي رات آ
ڇِپ پئي ڇمڪي ـ

ڪٿا ٻڙونڪن ٽا
ڪاري رات آڪٽ آ
ڇاري ڇڙونڪن ٽا ـ

سُن ٿا ٻه ڪيڏي سُن ٿا!
مون وانگر ڇڙي ننڍ ۾
پڻ جهڻ ڪن ٽا ڪُن ٿا!



سَرِهَ تي ٽارا ڙِس!
۽ هي تن ۾ پوهه جا
پويان پارا ڏِس!



گهٽيون سڀ گونگيون ـ
واڇٽ وڳا اوچتو
لنگهن ٿي لونگيون!



ڪيسين رهندا ڪوٽ؟
آيتري ايندا اوچتو
چارين ڇا چاموٽ ـ



ڪارونجهر ڇوٽيون
جن کي رڙيون مور جون
ڇڏهي نه موٽيون



ڪارونجهر ڪوريو،
اڇا پنڌ پهاڙ جا
ڏونگريو ڏوريو!



تون ايندين ته پانيان،
ڪٽڪا پٽن ڪٽيا ڪري
دونهين دکايان؟



موٽون نہ موٽون؟
تو بن ساوڻ مينهن جون
پِٽلر پالوٽون!



گهنگهر ۾ گهاريون
ڪيتيون تنهنجا ساورا
سنيها ساريون!



۾ پهري، ٻوسات
وِيا آهن واڙ ۾
ڳوڙا واريو ڳات!

●

آڏي رات، آبوهه!
هاڙهو هوتُ هٿيُ ويا
پرهه نہ ڦٽي پوهه!

●

لوڙائو لوچو
ڀوُنءِ ڦٽي ڦاڪون ٿئي
ان ڪان اڳ سوچو!

●

گهاتو سوچ تہ يارُ
ڪنهن پَر ماريون مَڇَّ ڪي
ڪنهن پَر وجهون ڄار؟

●

هاڻي ڪَٽِپُ نه ڪَرِجُ
اڄ ته ٻهرِ هَٿُ ڏيون
ٻهر وَجهون ٻيڄُ!

●

ڏَنُ ڪِرو ڏيئي
جيئڻ لاءِ جيئون ٿيا —
ميان مڙيئي!

●

ٿيئي ڪَهڙو ڇيهه!
مون لئي سارو سنگهرونُ
هي ڏاڏاڻو ڏيهه!

●

ٻڌيءَ جي ٻاڪر
ٽوڙهي ڇڏي لٺ ۽
ڪاري ڪارونڀار —

●

"ڇا اڳتي کُو ڏٺئہ؟"
ڪاري ڪارونڀار ۽
ڀڃي ڪونجن وَڳڻ —

●

ڪنهن ٻہ ٽہ ڇهو "جيءَ!"
ٻارو سڀ ڪاڏي ويءَ
ٻارو ڪيڏو سيءَ!

●

ڪوئل ڪُوڪي ٿي،
هاءِ وسائل آڳ کي
ڪيڏو ڦوڪي ٿي!

●

سانجهيءَ جي ويلا،
ڪيڏو ڏور وڃي پيا
مارن سان ميلا!

●

رڙهي مانَ رسان،
اکيون ڪجهه اڪتي ڏسو
گوندرَ ويرَ ڳسان!

●

اڄ ته ڪنهن سان نيڻهن،
ڪڪر ڇا ليءِ ڇانئيا
ڇا ليءِ وُٺو مينهن؟

●

ڪينوڻ ڪينوي ڇو؟
آنءُ ته پڇان ڪونه ٿو
ڪنهن جو پيارُ پتو!

●

ڪهڙو سُڇائي!
اجهو لٿو ڏينهڙو
هلون ٿا هائيُ—



سفر سَنّاڍو —
پکيئڙا پرڏيهه جا
آڏِ ۾ آڏاڍو!



پنهون نه پرياتِ —
سَهرا، راڳَ، سُهاڳڙيون
ميندي ۽ رتِي رات!



پنهون ۽ پڇاڙيا
ڪيسين سُڄندين سيج ۾
لاڏا تون ڪاڏا!



جڏهن پڇي ٻاڪ!
جڏهن ٻُڌون مينهڙا
سِگرُ ڪيڏي ساڪ!



جڏهن ڇڙوي جوڙ!
آئي مُند مَلار جي
مِٽر مِٺي موڙ!



ڪنهن کي تن جي ڪَل؟
رات هيا رُت ڳاڏئان
ڳوڙها منهنجي ڳَل!



ڪتا ڪيائون
ماري واري ميازئي
سگر ۾ سائون! -



ميارون مون کي
ميان، مون نہ رکيو اڃا
مولهيو مٿي تي!



پکن منجهہ پساهہ
سيرانديءَ کان مون ڳتري
آڏوري آڪاهہ -

●

ٽمٽڪ نہ سانگي
هي چانڊوڪي چيٽ جي
مون لئہ مهانگي

●

ڇٽڻ هي ڪنهن ڳهايون؟
هي جي اکيون ڇيرويون
ڪاريون ڪارايون!

●

ٻرڪي ٻوُرن ڪي
دليون ڳولي داسڙو
گهوري گهوُرن ڪي۔

ڇا ھو پيا پڇندا؟
تون جو ڪانگ لنوي پيو
ايندا ڇا آڳندا؟

ڪنھن کي ڪنڌيءَ ڪَلھ؟
تڪي سيُر سمونڊ جي
آڌيءَ رات اڇَلھ!

وليھيءَ جا واڪي!
ڪُنھ جاڻان ڪنھن واٽ ڪانْ
ويندڙن ويراڳي!

ماڻھو سڀ موڙھا،
اُڀري سج اکين جڏھن
گھوٽن جا گھوڙا!

تو جنھن نہ پيارو
ھو جو چوڏينھن چنڊ آ
تنھنجو اُتارو —

آئي منھنجي گھر
سون سريکي سندري
ٻانھون جنھن ٻر ٻر

ڪا رتِ سرهه مٿي؟
ٽڙيون سانجهيءَ ٽاريون
پوياڙيءَ پوپٽ !

ننڊ به ايڏي نيڻ؟!
سُٽي مُرڪ نه ماڪ جئن
سِڪ پُسڻ گهڙيءَ گهڻ!

اي نيرا آڪاس
مون کي ڏي منهنجون اکيون
جيسين مون ۾ ساس!



ٻس هي ٻويون نينهن
ٻه ٽي ٽارا ٽَليءَ تي
جوڀن ڪَتيءَ مينهن !



مٿان ڪَتيءَ چنڊ
پڌر پاڇا نيرَ جا
ماٺ ۾ سارو مٿنڊ !



ڇا ڇا ٻرڻ ٻٽ
ڪُنگوءَ رتا ڪپڙا
مهنديءَ رتا هٿ !



پيارا وڇڙن ٿا—
رات گذاري اوچتو
تارا وڇڙن ٿا



تتي ڏينهن آڌامَ—
پکب پکب پيلا گنلڙا
ڇتو ڇتو ڪنڌيءَ ڪامَ!



پپل گهاٽي ڇانوَ
سامي سڀ ننڍا ڪڙا ۔
ننڍَ نہ رکيو ڪانوَ!



واريءَ منجهه وتانءُ —
چنڊُ پرهه کي پانڊ ۾
ها پر ڪنهن کي چاڻُ !



تانگهه تماچيءَ چا نه !
هينجر پيرين هلئي
ڪينجهر مٿي ڪانم —



رائي ڙي رائي !
تڪ سنهين، مٺهن ڦنڙي
هي جا هارياڻي !

●

ماکَ پَئي پئي —
رُنو چَنڊ ڪَڄيءَ سان
ڳاٽ ڪُڇيءَ ڏيئي

●

ڇا هي وڻيءَ وَر؟
ٻَگُهه، ٻنيءَ ۾ واڏوآ
سارين جو اوٻر!

●

جَر ۾ جهَل مل ڪَن
سِج چِڙهي سان سِر ۾
ترپَتا ٿا ترڪن —

●

آئي پوڻين چنڊ
نو ورني ننڍاڪڙي
آئو پيهين چنڊ!

●

ڪيڏي مَن ڀاوَڪ!
سرتيون سانوڻ وسّ ۾
سارين جي ساوڪ!

●

ٿو ورني نئن ڳاج
ساري سانوڻ مينهن سان
هيءَ به تنهنجي ڏاج

●

جهـَر جهـَر چندن هارَ
ڀاتا ڪڪرين آپ ۾
ڀِڪي سيجَ ڪِنارَ —

●

ٽوڙن ٿي ٽـَڙ ٻيڙُ
ڇتراڻين ڇهراڻ ۾
لـَڪا هيو ٻيا ليڙَ!

●

پيورا ساڪي ٻُـڻل!
ٽَهِيءَ واريءَ پيرڙا
اکين، پُسيءَ ڪـُڻل!

●

اُڀري جي آڌر
هؤ جي ڪنڌ ڪپار تائين
ڪِريا منجهه ڪَلر!

●

عشق ۾ ايڏي اندر!
گهڙو پيگهو ڏيون ڏيون ڪري
پوءِ به سيڪهيءَ ڪنڌ!

●

ڏوريءَ ٿڦاريون
اُن ڪتيل ڏاڳن اندر
اُن آڏيل ڇاريون



ٽونا کينجهر ڪنپ،

ڦوريءَ چوڌاري ڇپيا،

ڇڄن نه تماچيءَ ڇنپ!



ڳالهه کي ماڳيا وڏيءَ،

ماڪ ته ڏاڍا وس ڪيا

ڏاڍا ڏنا ڏڍ!



رنگ نه کهڙا رنگ!

رڳو ڪنلو ڪيت ني

پردان اڇا ڪنگ!



ڪيڏيون سيارون
هي جي لهندي سج جون
ڦوڙا ڏني ڦارون!



ڏورانهين جا ڏَسَ
هي جي ٻهرا پنڌ ۾
ڳودڙين جا ڳَسَ



ڦارين ڳُلِ ڏيوندا
وري انهن ٻوُر تي
مڌوڪر ميڙيندا



وَسُ، وَسُ، وَسُ ميڪارُ
مارُن ڏَٺ ڏارَن مٿان
ڪَڪر ڪارونڀارَ!



مون ڏي ڪَٿي پِلُ
لوهيڙن ڳاڙها ڪيا
ڏاڙهياڙي تي ڳُل



سرتيون سَويريون
ٻهڪن ٻوڪا ڪيڻندي
ڪڍُهن ڪتيريون -





جويا او جويا!
جي راکي رات جو
ڏسڪن ڏکويا!

اڇا تہ آهن
هي جي راکي رات جو
چنڊ رما چاهن

ميان هي مهمان
هي جي راکي رات جو
ڌرا آچن دان —

اکيون تن جون ائنٽ —
هي جي راکي رات جو
پرهہ تائين پنٽ! —

وڏا تن جا وسّ
هي جي راڳي رات جو
جن جا ڳگن ڳسّ!

تارا تن جا تلّ
هي جي راڳي رات جو
ڪنوڻ جن جا ڪڙڪلّ

مٿي نه مرڻا
هي جي راڳي رات جو
جهونجهڪڙي جهرڻا —

---



ڪنهن جي لاءِ ڪُرَن
ٿئي نـڪر نينگريون
ڀنيءَ رات ڀُرن

ڪهڙي لوڪان لِڪَّ!
ٿئي نـڪر نينگريون
ڇم ڇم تن جيءَ ڇِڪَّ!

تن سان پرهه پَلَ
ٿئي نـڪر نينگريون
ڳاڳين ڳاڙها ڳَلَ

وليون جئن ولهارَ
ٿئي نـڪر نيگريون
ٽڙي ڪٽن ٽارَ

اکين ڇا نه آڪاس!
ٿئي نه ڪر نينگريوڻ
آرهڙ جا آڪاسَ

آئيون نه اوُرار
ٿئي نه ڪر نينگريوڻ
اوُتڙ ترن تار

ڪونجون جيئن ڪٽڪن
ٿئي نه ڪر نينگريوڻ
چت اندر چٽڪن

---



ڪڪر ڪارونڀار
رُسامي جون راتڙيون
اکيون ميگهه ملارَ

نيهي ننڊ نه ڪن
رُسامي جون راتڙيون
جهڙ ڦڙ ۾ جهمڪن

سارون ڏي ساروڻ
رُسامي جون راتڙيون
ڦوڙائي ڦارون

ڳونجيا ٽِلَ ٽِلاوَ
رُسامي جون راتڙيون
ڪونجڙين ڪُرلاوَ

واسياڻون ڇو وار؟
رُساميءَ جون راتڙيون
موتيءَ جي مهڪار!

ڏارا ڇو ڏاڙن؟
رُساميءَ جون راتڙيون
ڳوڙها ڇو ڳاڙن؟

ڪهڙا؟ ڪير رڙل؟
رُساميءَ جون راتڙيون
ڪين جي لاءِ ڪُٺل؟

—



سانگي ڪيئن سُڪي؟
رَهن ريلان ڪنڌيئن
ڪائن رِبَّ رُکي!

سانگي سُڪَتِ ڇَنن؟
مارُن مُرت نه ميڙيو
ڪکر ڪوڙڪا ڪَنن!

اڄ نه ڏُونرن ڏاتِ
سانگي اهڙا سانت ۾
موتِ ڪيا جڻ ماتِ!

هي لاڪيڻي لوه،
سانگي سانگ ڇڏي ويا
وو وو ميان ووه!

وِ وو ميان ووه !
ڏر ۾ ٽڏو ساهہ ڪو،
راتيان ڏينهان روه !

—



لٽڻ جي ڪنهن لاڙي
لٽڻ کي وري لاڙيو
پنهوارن پاڙي

ٽنوارون تاڙي
پوڻ بہ ٻہ پيا ميهڙا
پنوهارن پاڙي

سيڄ پيو ساڙي
ڇنو ڪوئي ڇانورو
پنوهارن پاڙي؟

ڏنگ مٿا ڏاڙي
لاش مٿيءَ ۾ لوڏيا
پنوهارن پاڙي

ڏٺي ڏهاڙي
هيڏا هاڃا ٿي ويا
پنوهارن پاڙي !

آندر ۾ آجاڙي
سڃا پرتا سيج سان
پنوهارن پاڙي

ماروِيون ماڙي
گهتر گهتر عمرڪوٽ آ
پنوهارن پاڙي

ڦاٽ جڏهن ڦاڙي
وسي ڪوٺي وَڏ ڦڙو
پنوهارن پاڙي !

---



آکيان چيا آئون
کيڏا ڪتنڌ ڪپارَ تان
لٽي لاٿاڏون!

آکيان چيا آئون
کيڏا ٻيڙا ٻارَ ۾
ٻوڙي تارياڻون!

آکيان چيا آئون
وه وا کهنبو باڪَ جو
لڪن ساڻ لاڏون!

آکيان چيا آئون
ڪاڳين ڪاڙها ڳالڙا
ڇيڻ تي چاڙهون!

آکيان ڇا آئون
موڻ کي ماري ماڳيبه
ڇا تي سوچيائون!

---



”آرهٽ سُرنگي نينگري
ڳولين ڇا ٿي تون؟“
”ڇوليون ساگر جون“

”آرهٽ سُرنگي نينگري
ڳائين ڇا ٿي تون؟“
”هوليون ساگر جون“

”آرهٽ سُرنگي نينگري
ساگر انت نه پارا“
”ڪارو ڪارونڀار!“

---



ھرڻ - آڪي ڪيڏانھن؟“
”راڙو سارو رڃ آ
آءُ وڃان ٿيڏانھن!“

”ھرڻ - آڪي ڪيڏانھن؟“
”تتر ڪرڙي آپ ۾
آءُ وڃان ٿيڏانھن!“

”ٽل آئي ٿيڏانھن .
سارس ڪالھ ڪريٽيئن
ھرڻ - آڪي ھيڏانھن!“

---



آمر ڪارونجهر
ڇا هو مور مري ويا
ڏيها جي ڏونگر؟

آمر ڪارونجهر
راهوڙي جون راتڙيون
پريون نه پيهر!

آمر ڪارونجهر
ڄ نه ويرا واهه ڏي
ڪارونيارَ ڪڪرا!

آمر ڪارونجهر
پپيها، رتَ پنکيا
به تنهنجي تر —

امر ڪارونجهر
ڪانگ اڏائي هٿڙا
ٽڪا مٿي ٽو —

امر ڪارونجهر
ماروءَ پويان ڏينهڙا
ڍولي ايڏي ڍَر!

امر ڪارونجهر
آيو سيجُ ڪپار تي
ڪيسين ننڊَ نڪَر؟

امر ڪارونجهر
ڪيڏي ننڊ نڪر آلا
ڪيڏي ننڊ نڪر!

—



مون سوچو ”درياهه....
”ڪيترا اڳيان ڪيترا
ڪنڊو ڪنهن آٿاهه!“

مون سوچو ”طوفان....
”پاڙئون وڻ پٽي وجهي
اهڙو ڪو امڪان؟“

مون سوچو ”تارا....
”ڪيئن جهڙ جي جهاڳ ۾
ڏيندا ڏيکارا؟“

مون سوچو ”واريان
”سارو لکيو ليک جو
يا ٽاٽو ٽاريان؟“

واٽون ڦلن ـ ڇانئيون

تو سوچو ”هو ماڳ

اڇٹو آهي اوچتو

جاڳ اچا ڪجهہ جاڳ!“

—



ڏينم ته ڪا ورندي
ڇا سوچيئه ڇا آهيان
آڻ سرندي، سرندي؟

ڏينم ته ڪا ورندي
ڏاڍي جهڙي ڏيهه تان،
رات ڪڏهن ٽرندي؟

ڏينم ته ڪا ورندي
ڪلهه جا وسامي ويئي
ٻيهر نه ٻرندي؟

ڏينم ته ڪا ورندي
ٻي ڪا ٻيڙي ٻار ۾
ترندي نه ترندي؟

ڏينهن ته ڪا ورندي

چارڻ! ڪيئن، چئبِ تو

ڳچيءَ اندر ڳرندي؟

---



اڇٽو آهين ٽون
ڪڏهن ايندين اوچتو
ڪائي چاڻ نہ موڙ

اڇٽو آهين ٽون
اُتر ڪندو اوچتو
ڇيرين ڇمڪارون —

اڇٽو آهين ٽون
ڪنن نوان ڪنڊيلا
لونگيءَ جو لهڪون —

اڇٽو آهين ٽون
اچ تہ ٽوسان ڳالهڙيون
اوريان اندر جون!

---



ڪيسين ٻرندا
نيٺ تہ ٺرندا
ڏينهڙا
نيٺ تہ ورندا
ڌر تي ٿڌا مينهڙا
نيٺ تہ ايندا ڪوئِين وانگر
ترندا ترندا ڏينهڙا
نيٺ تہ پشم پوئين وانگر
جر تر ورندا ڏينهڙا
ڏونگر ڏونگر ڪيسين ڏرندا ڏينهڙا!
ٽِيڙڪي ڏرندا ڏينهڙا
ساجن تو بن ڪيسين سڙندا ڏينهڙا!
ٻور جهليندا، ميوو ڏيندا، نيٺ تہ ڦرندا ڏينهڙا
نيٺ تہ ورندا ڌر تي ٿڌا مينهڙا
ڌر تي ٿڌا مينهڙا
ڌر تي ٿڌا مينهڙا....



ويهہ سال ٿيا آهن
مان ۽ ڪارونجهر هڪ ٻئي کي ڏسندا رهيا آهيون،
نہ هو اتان چُريو آهي
نہ مان ئي چُريو آهيان —
هر چُرندڙ پُرندڙ جيءَ وانگر
هو بہ اداس ٿي ننڊ ڪندو آهي؛
ڪنهن وقت مور پُڪاريندا آهن
تہ اٿي ڪڇندو آهي
جڻ ڪائي ديوداسي
ڪنهن سونهن مندر ۾ ڏيئا ٻاري
واجهائي رهي آهي ڪنهن لاءِ؛
ڪنهن وقت سانوڻ جي موسلادار مينهن ۾
هو زارون زار روئيندو آهي
۽ اُن جي پرسان وهندڙ نديون
اُن جا ڳوڙها پنهنجي سيني ۾ سانڍي
سنڌ کا پرڀندڙ وهنديون آهن،
ڪنهن وقت طوفان ۾
اُن تي اپريل ڪوُنئٽ جهولندا آهن

تہ اٿين لڳندو آهي
تہ هو پنهنجا وار پٽي رهيو آهي
هي ڪارونڀر جو منهنجو پاڇو آهي،
جو مون جيئن اڏول آهي
۽ مون جيئن اداس آهي.

---



مان پنهنجو وقت گذاري چڪو آهيان
منهنجا نوجوان دوستو!
هاڻي مون تي ڪاڻي ميار نه آهي.
هاڻي چانڊوڪيءَ ۾ چمڪون اوهان لاءِ آهن،
ماڪ ۾ پنل منهن اوهان لاءِ آهن،
ٻاکس ڦٽڻيءَ جو ننڊاکڙا ٻاکر اوهان لاءِ آهن،
مان پنهنجو وقت گذاري چڪو آهيان،
ڪنڌيءَ تي سڙهه سنباهيا بيٺا آهن،
هو جي جرـ ڏيئا موهينديون هيون
مون انهن کان موڪلائي ڇڏيو آهي،
ڪنيار جا هٿ
يا قاصد جا پير
سڀ توهان لاءِ آهن منهنجا نوجوان دوستو!
۽ اوهان لاءِ آهن پگهر جا ڦڙا جي پيڙا
۾ نرڙ تي اڀي وڃندا آهن،
۽ گوليون
جي ظالم خودشناس مظلومن کي هڻندا آهن،
اوهان لاءِ آهن قبرن تي ڪتبا،
زندان، زنجيرون،
ڪال ڪوٺڙيون، ڦاسيءَ جا ڦندا ـ
سڀ ڪجهه اوهان لاءِ آهي
مان پنهنجو وقت گذاري چڪو آهيان

—



تون جتي ٻه هوندين، اُتي مان ٽو وٽ هوندس،
مان ٽو ۾ آهيان ۽ اُتي ٻي ڪنهن لاءِ جاءِ نہ آهي.
توکي هر نهار ۾ منهنجا نيڻ نهاريندا نظر ايندا،
هر آواز ۾ منهنجو آواز ٻرندو ملندو،
تنهنجيءَ هر ڏياريءَ ۾ منهنجي جوتي جلندي رهندي
۽ هر هوليءَ تي تون منهنجي رنگ ۾ رنگيل هوندينءَ
جي تون ڪوئي ڪتاب پڙهندينءَ
تہ مان اُن جي اکرن مان اُڀري ايندس،
۽ منهنجي ڪويتا تنهنجي هردي ۾ هُرندي رهندي،
مان هير وانگر تنهنجيءَ دريءَ مان ٽو وٽ ايندس
۽ جي تون دري بند ڪري ڇڏيندينءَ،
تہ مان طوفان ٿي ايندس
۽ اُن جا ٽاڪ ٽڪرا ڪري ڇڏيندس،
۽ مان توکي، تنهنجي جيون کي،
تنهنجيءَ آتما کي ڏونداڙيندس!
تون نندا ڪري نہ ٿي سگهين
جوستائين مان جاڳان ٿو،
تو ۾ جاڳان ٿو —
مان جو تنهنجي آتما آهيان
تو مون کي وساري نہ ٿي سگهين.

---

اي رني ڪوٽ جا پٿرو!
هي وڻ جي اوهان ۾ پٿر ٿي ويا آهن
انهن جي ڇانوَ ۾ ڪير ڪير ويٺا ها؟
انهن جي لامن تي
ڪهڙن ڪهڙن پکين لاتيون لنويون هيون؟
انهن ۾ ڪهڙا ڦل ڦول ٿيا ها؟
اي ڌرتيءَ هيٺان پٿرو!
ڌرتيءَ مان ٻاهر نڪري اچو!
جڏهن گهاٽا جهڙ ٿين
۽ مينهن جون اوڙڪون وسن
۽ پاڻي نئن ـ موهن ۾ ارڙاٽا ڪري وهي،
اڃا وڌيڪ ٻاهر نڪري اچو!
اوهان، جي اسان جي تاريخ آهيو
۽ اڃا تائين اسان کان لڪل آهيو،
اسان اوهان کي ڏسڻ چاهيون ٿا،
پاڻ سان آهي بهار ڪٺي اچو
جن ۾ اهي پٿر ٿيل وڻ ڦولارجي پوَن،
۽ اسانجين اکين کي ٿڌاڻ بخشن
(اسان جون اکيون جي لُکن لوساٽي ڇڏيون آهن)
۽ پنهنجيءَ ساواڻ سان
هن ڌرتيءَ کي لهلهائي ڇڏن!

---



هي ٽر جا ڪوهه
جن جي گهرائي ڌرتيءَ جي دل تائين پهچي ٿي
۽ جي آن نيري مهربان آسمان کي
جنهن ۾ بادل پيرجهڙ وارا آهن،
ڏيکارن ٿا ڌرتيءَ جي دل
جا رت ۾ ٻڏل آهي،
۽ جنهن ۾ ڏينهن جو ڪروڙين ڪرڻا
پنهنجا تير. چُڀائي وڃن ٿا.
اي ڪارونڀارا!
تون ڪڏهن اچڻو آهين؟
ائين نه ٿئي ته ڪوهه سڪي وڃن
۽ ڌرتيءَ جي دل
ڌرتيءَ ۾ ڦٿڪي مري وڃي!

—



اوهان جهوني ٻڙ وانگر آهيو
منهنجا ماروئڙو!
اوهان جون جڙائون، اوهان جي چانئو دور دور تائين
ڦهليل آهي
۽ مان ڪويل جي ڪوڪ وانگر
اُن ٻڙ جي ٻن ٻن ۾ ڏڙڪي چاهيان ٿو
۽ اُن جي جڙن تائين پهچڻ چاهيان ٿو—
جڙون جي ڌرتيءَ ۾
دور دور تائين وڃن ٿيون
منهنجا ماروئڙو!

—



موٽ کي ڀالوا پهچڻو آهي
جتي مارئي چانئي هُئي،
ڀالوا جو ڏاڍو ڏور آهي،
ڏاڍو هيڪلو آهي.
آسمان ۾ پورنم جو چنڊ آهي
۽ مان پنهنجي ڪاري گهوڙي کي آڙي تي آڙي هڻي رهيو آهيان،
ڇو ته موٽ کي ڀالوا پهچڻو آهي.
مان پنهنجي مارڳ ڏانهن وينڌڙ سينڌي دڳ چانڻان ٿو،
پرمان ڀانيان مان ڀالوا پهچي نه سگهندس.
اُتر ڪان ڪنوڻ ڪجي رهي آهي،
ڏهر ۾ ڏيئا ٽم ٽم ڪري رهيا آهن،
۽ منهنجو ڪارو گهوڙو آڪاس ۾ چنڊ سان شرط پڄائي رهيو آهي،
وانگر پڄائي رهيو آهي،
پر پريان پڻن تي موت وسيهر وانگر چپ ماري ويٺو آهي
۽ موٽ کي گهوري رهيو آهي،
آف، هي سفر ڪيڏو نه اڻاٺو آهي!
آف، هي رستو ڪيڏو نه لنبو آهي!
اوه، منهنجو ڪارو گهوڙو جو پگهر ۾ شل آهي
افسوس، پڻن تي موت منهنجي انتظار ۾ آهي
۽ مان ڀالوا پهچي نه سگهندس.
ڀالوا جتي مارئي چانئي هُئي
ڀالوا جو ڏاڍو ڏور آهي، هيڪلو آهي.



هو پنهنجو گهر ٺاهي رهيو هو

هُن جي ماءُ هن کي اکين ۾ گهوري ڏٺو ته هُو کيس اجنبي لڳو،

پوءِ اکين ۾ ڳوڙها آڻي هن کي چيائين،

”تو پنهنجي پيءُ جو گهر نه ڏٺو آهي، تڏهن تون هتي پنهنجو گهر ٺاهي رهيو آهين،

”جي تون پنهنجي پيءُ جو گهر ڏسين ها ته هتي گهر نه ٺاهين ها!

”منهنجي مڃين ته ڪاٺي ڪکائين جهوپڙي اڏ ته اُها ڪنهن به وقت اسان پڌر کان سوا ڇڏي سگهون.

”ڇو ته اڳي پو اسان کي تنهنجي ابائي گهر موٽي وڃڻو آهي.“



هي مرد
جي ڏوڪي بنا پردي
بازار ۾ خريداري لاءِ وڃي وڃن ٿا،
ڪلب جي دعوت ۾ شريڪ ڪن ٿا
۽ پوءِ پنهنجي ذهن جي حرم سرا ۾
ڏڪي ڇڏن ٿا،
اُنهن کي ٻڌاءِ
ته تون اهي پردا به لاهي سگهين ٿي،
جي تنهنجي ذهن تي
صدين کان وڌا ويا آهن؛
ته تون
حرم سرا جي ڪنيز نه آهين،
ته هي مرد
جي هن نظام جا خواجه سرا آهن
تو کان ڪمتر آهن
حقير آهن
غلام ابن غلام ابن غلام آهن.

---

۵

رات جو پوڻون پهر آهي
هو ڦاسيءَ جي رسيءَ ۾ لڙڪي رهيو آهي؛
لُري ۾ هن جا پير اگهاڙا آهن،
پير، جي تخت ڏانهن لهي
تختي ٽانڊين پهتا آهن،
۽ هاڻي مُڙي ويا آهن
۽ ڪنهن سوڙهي گهٽيءَ جو رستو ڏيکارن ٿا.
مان انهن ٽڏن پيرن تي
پنهنجا ڪوسا هٿ رکي سوچان ٿو،
”جي مان هن کي جاڳايان ته ڇا
هو پنهنجو منهن مون کان لڪائيندو؟
هو جو ڌرتيءَ جو ڌنار هو
ڇا هو اهو مڃيندو ته رڍون
۽ ٻڪريون گڏ نه پاليا آهن؟“

—



طوفان جو عظيم مؤذن آهي
آن جي اذان اچي رهي آهي،
هو گهران نڪرن ٿا ۽ تندوتيز بارش ۾ وضو ڪن ٿا
۽ ڀريان سبزه زار هنن کي هڪ وسيع ۽ عريض مسجد وانگر لڳن ٿا
۽ دريائي سنڌ زمين تي جاءِ نماز وانگر وڇايل آهي.
اي من و سلويٰ جا متوالو!
ٻڌو! طوفان جي اذان اچي رهي آهي!
سر بسجود ٿي وڃو آن عظيم حقيقت جي اڳيان،
جا ناگزير آهي،
جنهن کان ڪائي راهِ فرار نه آهي!

---



(فيض جي ياد)

رقص ۽ شراب جو دور هلي رهيو آهي؛
ڇت مان بجليءَ جا فانوس جهرمر ڪري رهيا آهن،
فرش تي همرشرب ۽ همخوار رقص ڪري رهيا آهن
۽ انهن جو نهارون پيالن ۾ ڇمڪي رهيون آهن،
۽ انهن گل پيالن جي چر سان چرڪي رهيا آهن.
اڄ تون ڪٿي آهين!
ڪيڏو دور اونداهيءَ ولهه هيٺان سمتل آهين
پاڻ ۾ پنهنجيون گرم روشنيون سمائي!
۽ تنهنجي لحد جي ٻاهران
ڪاري رات
هڪ چيتي بگهڙ وانگر رونڊ ڪري اُيري آئي آهي!
فيض، منهنجا پياءُ!
آءُ ته پنهنجي غم ۾ ساري ڪائنات غرق ڪيون!
اسان جي مٽي آهيون،
ڪجهه به نه آهيون
ڪجهه به نه ڏانهن واپس ورڻا آهيون
۽ پوءِ به سڀ ڪجهه آهيون
۽ پنهنجي جام شراب ۾
ساريءَ ڪائنات کي غرق ڪري سگهون ٿا.

—



مون کي ياد اچي رهيون آهن
سوراچند جون ٽڪرائيون
اُنهن جا ڏگها قد ۽ سنهيون ڳچيون،
آها ڪونجن جي قطار جا ماضيءَ جي
طوفان ۾ ويڙهجي چُڪي آهي،
۽ لُوهه ۾ لائين کي
آنهن جون سون ورن ٻانهون ياد نه آهن،
۽ هُڙيا پنهنجي هُونگار ۾
آنهن جا گيت وساري چُڪا آهن؛
پر مون لاءِ ڪنهن ٻن جي چُرپر
ڪوئي هوا جو جهوٽو
آنهن کي ٻُڇڙ تاري جي لاٽ وانگر
سمنڊ جي گهور انڌيري مان
ٻاهر ڇڪي آڻڻ لاءِ ڪافي آهي.
ڪاش مان اهي راسوڙي جون راتيون ٻيهر ڏسي سگهان
جي اڇا ڏائين
منهنجي من ۾ ڀري رهيون آهن!

---



هاڻو، اسان ننڍا آهيون
وائڙن جي ناليءَ ۾ ڳوليءَ وانگر
هاڻو، اسان ننڍا آهيون
لوڻ جي چپٽيءَ وانگر
جنهن کان سوا
دسترخوان اجايو لڳندو آهي -
هاڻو، تون وڏو آهين
ٻوليءَ ٻهاڙيءَ وانگر
جنهنجو اندر کاڌل آهي
۽ جا ڦهڪو ڏيندي ديرڻي ٿي ڪندي آهي





بيڪارڻ
اڏ آگهاڙي
ڌرتيءَ تي ليٽي پيئي آهي
۽ ڌرتيءَ تي ڪرندڙ مينهن ڦڙا
چڻ سنئين ڏاکي سان
هن جا قاتل ڪپڙا سبي رهيا آهن.





منهنجو ديس اڄا مون کان دور آهي،
اُن ۾ نيري آسمان هيٺان ساوڻ ڌاريون آهن،
اُن ۾ نه ڪنهن جي دل ڏکايل آهي،
۽ نه ڪنهن جو مٿو سوَر ۾ ڏري رهيو آهي،
اُن ۾ هر ڪنهن کي بارش ۾ ڇت آهي
۽ بکايل ڪانوَ کي اُڇلائڻ لاءِ مانيءَ گرهو آهي،
۽ اُن ۾ دنبورو درياهه جون لهرون ٿي وڄو آهي،
۽ اُن ۾ ماڻهوءَ جا پساهه پيار ۾ ٻُڌب آهن.
زندگيءَ سان ڪنهن کي به شڪايت نه آهي
جي ڪائي شڪايت آهي
ته موت سان آهي.



نہ ڪوئي خوف آهي،
نہ ڪنهن جلاد اڳيان گردن آڏيءَ تي آهي،
آه! هي شاعري!
آه! هي ڪوڙي تسلي!
جڏهن آءٌ ڪنهن طوائف جي ڪُلهي تي
ڪنڌ لاڙي رهيو آهيان
۽ مون کي ڪريپ نہ ٿي اچي
اُن جي وارن جي
باسي خوشبوءِ کان!



ڏٺي ٻري جي مهل آهي،
درين جا ڏنڊلا شيشا آڏهن اکين
وانگر لڳي رهيا آهن جي آٿي
پونديون آهن؛
۽ شيشن جي پٺيان ماڻهو آهن، جن جا
چهرا اُداس آهن، ڏورانهان آهن؛
اڏين تو لڳي ٿو ڄڻ سنجها پنهنجا پنکب
پساري آڪاس ۾ لهن تي وڌي آهي،
۽ اکيتي رستن تي نگاهون وڃي رهيون آهن،
درين جي آٽيل اکين جون
جن جي پٺيان آهن
اُداس، ڏورانهان چهرا —

—



ڇا هتي آزادي ڪانه آهي!
گدڙ آزاد آهن
مکيون آزاد آهن
هتان جا دانشور آزاد آهن،
شاعر ٿي- ويءَ ٿي نعتيه مشاعرا ڪن ٿا،
هي هاري آزاد آهي
جي چاهي ته پنهنجي مٽي مان جوُئان ٻلي نه ڪڍي،
هرڪوئي آزاد آهي، آزاد، هن ڏرڙ ڏرڙ ڏرتيءَ تي-
ڏرڙ جن ۾ نانگ لڪي ويندا آهن
۽ بگهڙ پنهنجا ٻچا ڪندا آهن.



ٻيڙي وڃي رهي آهي
ڪوبر*، ڪيدي واريءَ، ڪيٽي بندر –
پيٽل تي ڇپيٽا ولر ڪري ويٺا آهن؛
سامهون منهنجيون اکيون تو ڪي ڏسن ٿيون
منهنجا ديس!
تون جو ڌرتيءَ ۽ آڪاس جي وچ ۾ لڙڪي ويو آهين،
۽ ڪنهن وقت به نيرين ڇولين ۾
هيٺ ڪري
ٻڏي سگهين ٿو؛
اڄا ته آڪاس هيٺان ۽ ڌرتيءَ مٿان تنهنجي راڄڌاني آهي.
ڏس، هو شفق ٽولاءِ ڪهنبو اوڙهي آئي آهي
۽ ڪڪر گرٻيءَ جون شلوارون پائي نچي رهيا آهن!
هي ڪنهنجو هٿ آهي، منهنجا ديس،
جو توکي ڌرتيءَ ۽ آڪاس جي وچ تي
جهلي بيٺو آهي،
۽ توکي نيري پاڻيءَ ۾ ڪري ٻڏڻ کان بچائي رهيو آهي؟؟؟

—

* ڪوبر، ڪيدي واري، ڪيٽي بندر – سنڌوءَ جون شاخون جي سمنڊ ۾ پون ٿيون.



سمنڊ و

پنهنجون ٻانهون ڦهلائي
سمنڊ ڏانهن وڃي رهي آ ئي،
۽ ڇپ ڇپات ڪري
پنهنجن ننهن سان ڇيري رهي آهي
۽ اُن جا ننهن
ڪنهن ٻانوريل واڳوءَ جي ننهن وانگر لڳن ٿا؛
۽ هائي هوءَ او نازون ڪري رهي آهي
جئين ٻڪاڻل ٻگهڙ
چانڊوڪيءَ جي
اس ليٽ ۾ ڪندا آهن ـ
سمنڊ سامهون نظر اچي رهيو آهي۔





سنڌو هڪ آئيني وانگر آهي،
اکويهين صدي اچي رهي آهي
۽ مان آن جي تصوير
سنڌوءَ جي شفاف سطح تي ڏسي رهيو آهيان.
اکويهين صديءَ جي باک اڄ وانگر نه آهي
آن جي ڇهري تي رت ڳاڙهيندڙ رهڙون نه آهن،
پاڻيءَ تي سورج
مارئيءَ جي مُرڪ وانگر آيري آيو آهي،
پيڙيون پنهنجا وکر وهائي رهيون آهن،
۽ ناکئا منهنجا آهي گيت ڳائي رهيا آهن
جن جا زنجير ٽٽي چڪا آهن—
مهان گيت
جي کارونجهر جي چوٽين وانگر آهن
۽ جن جا سُر
کارونجهر جي آڱرين وانگر
آسمان ڏانهن امر اشارا ڪري رهيا آهن،
۽ آزادي
هڪ سپاهيءَ جي ننگي سيني تي
ليفٽيل وڏشيا وانگر نه آهي.



ڏر ۾ چوندا آهن ته جڏهن ٻڪرار* ڪنوڻ ڪجندي آهي،
تڏهن واهينگ نانگ (جو ٻر ڪان ٻاهر ويٺو هوندو
آهي) ڪنوڻ ڏسي ٻر ۾ موتي وېندو آهي، ۽ اهڙا هن جو
پڇ ٻاهر ڏي هوندو آهي ته مينهن پوندو آهي.
منهنجا قلم! ڇا توکي به مينهن پوڻ جا پروڻ پيا آهن،
جو تون قلمدان ۾ موٽي ويو آهين؟
اڇا ته ڪنوڻ به نه ڪجي آهي!

—



تون پنهنجيءَ ڳچيءَ لاءِ
رسي وٽي رهيو هئين
۽ توکي
ان جو پتو به نه هيو!

---

* ٻڪرار - آتر جي ڪنوڻ



ڇا آفيم
چين ۾ انقلاب کي رد ڏئي سگهندو؟
ڀون ان جو نالو کهڙو به رکين
آفيم انقلاب جو رد نه آهي.

---



عقاب کي پيتي آڇي رهيو آهين!
شايد توکي پنهنجيون اکيون پياريون نه آهن!

---



ماءُ پنهنجي آهني ارادي جي
سنگي لحد تي
مٿو رکي
روئي رهيو آهيان،
۽ سرهه جي چانڊوکي
مون تي پنهنجو ٻاجهارو هٿ رکي
مون کي آٿت ڏئي رهي آهي.

---



ٻوڪاڻي ٿي ٻچي ويندين؟
ٻوڪ ٻوڪ ۾ سچ ٻڌائي رهيو آهين!

---



منهن ۾ وهنجي رهيو آهين!
ڏنجي ۾ منهن
ته ڪيتراڻي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيا آهن!

---



ايڏي تڪڙ؟
ڇا تون وقت سان شرط پڄائي رهيو آهين؟

---



ڏند کي ڏند هجن ها ته پاڻ کي چلي وجهي ها.

---



ڪامريڊ! لوهر جي گهوڙي کي نعل نه هوندا آهن!

—



ڇا آنهيءَ اڪ
جنهن سان ڪڏهن به گهوڙهو نه وهيو آهي
دنيا ۾ ڪجهه ڏنو به آهي!

—



مون سان سود بازي ڪرڻ تو چاهين؟
ڇا تو ڪنهن وڻ کي
پنهنجي ڇانوَ وڪڻندي ڏٺي آهي؟

—



مان هڪ ننڍڙو ڏيئو آهيان
جڏهن ستارا سياري جي مينهن ۾ لڪي ويندا آهن
مان ٻرندو رهندو آهيان.

---



سمنڊ کي پنهنجون گهٽيون آهن،
سوڙهيون ۽ ٻڪريون،
جن ۾ آواره مڇيون
چڪر ڪاٽينديون آهن.

---



آسمان ماکيءَ جو هڪ وڏو مانارو آهي،
جنهن ۾ ڪروڙين ستارا پيون ڪن ٿا،

---



ڇا تون ڪائي وينگس ڇيچ ۾ ڪرٽا ڇڙيندي ڏٺي آهي؟
ڇا تو ڪڏهن مانيءَ جي ميز تي ماڪ جو ڳلو ڏٺو آهي؟
ڇا تو ڪڏهن هٿ اڳين ڏوتا آهن
جيڻن برسات ۾ تلسيءَ جا پن ڏو پندا آهن؟
ڇا تو اهي نينگريون ڏٺيون آهن جن کي
چاندوڪيءَ مان مٽروڙي جي سڳند ايندي آهي؟
ڇا تو اهو پيچرو ڏٺو آهي
جنهن ۾ روشني ڪنهن زخمي پرندي وانگر
پر ڦڙڪائيندي آهي؟
ڇا تو آها ڏاڪڻ ڏٺي آهي
جنهن تي چڙهي عشق آسمان جي
ڪنهڙي تا ڏرتيءَ تي هيٺ
ڏسندو آهي؟

---



تنهنجيءَ دل ۾ ٻڏتڙ ڪنهن گهايل تتر
وانگر پر هڻي رهي آهي،
۽ پوءِ ڪڪر جي ڦاڙن وانگر آيري آيو آهي.
ڇا تون اهو نه ٿو چاهين
ته جي تنهنجي شاعري
ڪنهن ڪرائي جي ڪمري ۾ نه رهي آهي
ته هي اجنبي شهر
تنهنجو پنهنجو ٿي ويندو.

---



هيل، چڇڙن جا گيت ڳائيندي
ڪوس – گهر جي مٿان
پر ڀڪيڙي اُداسي رهي آهي؛
اُها ڇا جاڻي
ته ڪويليون ڇو ڪوڪنديون آهن!

---



ڇا مرون به ستارن کي ڏسندا آهن؟

---



جڏهن تون چوين ٿو، ”هِي“
تڏهن تون چاهين ٿو
ته ”هِڪ“ کي خون ڪيو وڃي

---



مون وٽ اهڙائي ڏڳا آهن جهڙا موهن جي دڙي ۾ هئا،
ٻاڪ ڦٽيءَ جو مان آنهن تي ٻاچاري رکان ٿو ۽
پنهنجي ٻنيءَ کي هر ڏيان ٿو،
منهنجا اُگهاڙا پير ماڪ ۾ آليءَ ڪيڙي کي
ڇهن ٿا ته منهنجين اکين جي روشني وڌي وڃي ٿي
(منهنجيون اکيون جن ۾ سارين جا انبار آهن
جي ٻنيءَ منڊ ۾ لهڻا آهن ۽ جي سڀ مون کي نه
ملڻا آهن)۔

مان منجهند مهل ڏنوڻي زور سان ڦوڪيان ٿو،
۽ ڪاري لوهه کي رجايان ٿو، جو هاڻي ڪنهن
غضب ناڪ غصي وانگر تپي، ڳاڙهو ٿي ويو آهي۔
منهنجيءَ اوطاق ۾ شام جو ميڙو مچي ٿو،
۽ مان آهي گيت ڳايان ٿو جو ڪويل کي ڳائڻا آهن
(مان چاهيان ٿو ته ڪويل جا گيت، اڄ يا اينده ڙ اونهاري
. ساڳيا ڏي هوندا)۔
مان رات جو سنڌوءَ ۾ اوجهاڻ وجهان ٿو،

۾ ٻوٽين ٻهر جو اُنهن مان ٻلا ۾ ستارا چمڪي ڪيان ٿو،
منهنجي چوڌاري جو ڪجهه ٿي رهيو آهي،
اُن لاءِ مان پاڻ کي ذميدار سمجهان ٿو.
پنهنجن جون پرڪون لهڻ وارا!
ڪنهن وقت مان پنهنجو وجود ته ھر اڻين وڃائي
ڇڏيندس جو روهڙيءَ واري بيدل کي به اها
رمز مون کان سکڻي پوندي*.
ترس مون اڃا پنهنجي ذميداري پوري نه ڪئي
آهي، اڃا مون کي تو لاءِ فرصت نه آهي.

---

* سيکڻ رمز وجود وڃاوڻ دي
ڪانهي حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي



ڪاش! مون وٽ اهڙي جادوءَ جي لڪڙي هجي،
جا مان ڏاڙهونءَ جي وڻ کي هڻان
۽ اُن جون ٽاريون ڪيچلين ڪنوارين وانگر ڪِلن ۽
ويڙهجي وڃن
۽ اُنهن تي ڏاڙهن بدران
ڳاڙها مٿول ٻار ڇڻن،
جن کي مان پنهنجيءَ ٽوڪريءَ ۾ ڪٺي اچان
۽ پنهنجيءَ شاعريءَ جي پرستان ۾ ڇڏي ڏيان.

---



لورڪا!
ٽون ۽ مان جاڙا ڀائر آهيون،
ازل جي ڪُک مان ڄاوا آهيون،
ابد جي ڪُک ۾ موٽي وڃڻا آهيون،
۽ سنڌ کان هسپانيا تائين
فاصلو
ازل ۽ ابد جي وچ تي
هڪ گرات برابر به نه آهي.

---



سج لهي رهيو هو ۽ اُن جا پويان شعاع هن جي منهن تي
پئجي رهيا هئا؛
هن کي ميندي ۽ لڳل ڳاڙها وار ۽ ڳاڙهي ڏاڙهي هئي،
۽ هن ڳاڙهن چانورن جي ماني ۽ جو ٽڪر ڇني،
آندو هو پنهنجن چپن تائين؛
ڄڻ هو ڪائي گم شده تصوير ٿي لڳو
ڊچ مصوّر ريمبرانٽ جي!
هو پوڙهو ٿي چڪو هو ۽ هن جي منهن تي گهنج
پئجي چڪا هئا،
هُن جون اکيون ڏاول هوندي به آداس هيون؛
لهندڙ سج ڪجهه وقت هن جي پيرن وٽ بيٺو
۽ پوءِ پاڻيءَ ۾ هيٺ لهي ويو،
۽ ڪاري ڇانءِ وٽ
پاڻ سان گڏ هُن کي به پاڻيءَ ۾ ڇڪي ويو،
۽ هو اُنهيءَ غيب ۾ پهچي ويو
جنهن ۾ ڪيئي ڳالهيون آهن
اکين کان اوجهل.



ڀان هر نئون نظم لکي سوچان ٿو
ته ڪوٺي اڇو آهي.
مون کي هر نئين سٽ اڳين ٿي لڳي
ڇوته مان ڪنهن اڻ ـ ڇهيل ٻانهن کي ڇهان ٿو
۽ قافيا اڳين ملي وڃن ٿا . . .
جيئن چپ چپن سان ملي ويندا آهن؛
اي آڇاول هرڻي!
تون ڪٿي ڇپيل آهين؟
هڪ ٻگهايل واگهه وانگر
مون کي تنهنجي خوشبو اچي رهي آهي
۽ مون ڪيتري وقت کان
شڪار نه ڪيو آهي.

---



جڏهن چمڙا پر ڦڙڪائن ٿا
اونده جو انيوءُ ٿئي ٿو.



”تنهنجيءَ زندگيءَ ۾ مون کان سواءِ ٻيون به ڪي عورتون آيون هيون، انهن ٻيون عورتون جي تنهنجي دل ۾ ٻيهي ويون هجن؟“

”هائو، ڪجهه آيون هيون، دل ۾ ٻيهي ويون هيون ۽ اڃا تائين آتي آهن.“

”مثلاً؟“

”هڪ ڀيري مان ريل جي دريءَ مان ٻاهر ڏسي رهيو هوس ته اوچتو ٻي ريل حيدرآباد جي پليٽ فارم تي آئي ۽ منهنجي دريءَ جي سامهون هڪ ٻي دري اچي بيٺي. مون ڏٺو ته هڪ عورت دريءَ مان مون ڏانهن ڏسي رهي هئي. هن کي سنهو، نهرو بدن هيو ۽ چوليءَ مان هن جا ٻرڊيل بانورا آرهه نظر اچي رهيا ها؛ هن جا لوڏا هن جي لوندڙين تي لٽڪي رهيا ها ۽ هن جي ڪارين ڇيرو ٻن اکين ۾ صدين جي شناسائي هئي. مون کي ڏسي هن پنهنجن لوڻن کي لوڏو ڏنو ۽ آنهن کي هٿ سان لساڻ لڳي ته ايتري ۾ مون واري ريل هلڻ لڳي. هائو، هوءَ منهنجيءَ دل ۾ ٻيهي وڃي هئي ۽ اڃا تائين آتي آهي.“

---



مان جنھن ڌاريءَ کي ڌوڙيان ٿو
اُن مان پٿر ڇڻن ٿا،
پٿر جي ڪڏھن ساوا
ڪڏھن ڳاڙھا آھن —
منصور! مان ٿوڪان به اڳتي نڪري چڪو آھيان
مون لاءِ ته ڪو شبلي به نه رھيو آھي.

—



ڪُتا
ڀؤنڪي ڀؤنڪي
ڌرتيءَ ڪان پنھنجي ماٽ ڪسڻ چاھن ٿا!

—



چانڊوڪي، پنهنجي نيري لباس ۾،
ڀر جي ڌاريءَ تي ويٺي هئي؛
اوچتو هن جي ڇهنب ڦاٽي وئي،
هن جو بدن ڀر جي ڌاري وانگر سڙي ويو،
هن جا چنبا آيا تي ويا
جن هوا جي ڌاريءَ کي پڪڙيو هئائون،
۽ اوچتو ڦهڪو ڏئي هيٺ ڪري پئي
۽ مري وئي؛
۽ آسمان آن تي پنهنجو نيرو ڪفن وجهي ڇڏيو،

---



غالب!
پنهنجا ابرو
پنهنجيءَ قط وانگر
ڪٿي
آسمان جي
صفحهءِ قرطاس تي
ڇا ٿو لکين؟

---



وقت اڃان گذري رهيو آهي
ڇو ته ڪنهن معصوم ٻار جي ڪچيل نڙيءَ مان
خون وهي رهيو آهي.



ماضي رنگن، ڇهڻ ۽ اڻ ـ موٽ
غلطين جو ڍير آهي،
۽ مستقبل اڃان نظر اچي رهيو آهي
جيئن ڏند ۾ ڪائي پڙي ڏاڙهي نظر ايندي هجي.



هونءَ ته هر شيءِ مايا وانگر لڳي رهي آهي،
رڳو هي سيخون ئي مايا نه آهن
جن کي آءٌ ڪڍي چاهيان ته
به ڪجهه نه ٿو سگهان.



ڪنهن ڇاتو هو
ته جي ماڪ ڦڙن ۾ پٽ ڪيئن تي هائڪو لکي سگهندا ها،
برما ۾
آڱرين انگڻ تي
سگريٽ جا ڏنب ڏئي سگهندا!!

—



”اسان سمجهيو زندگيءَ جي ڳجهارت کي،
”موت جي ڳجهارت کي،
”تخليق ڪاريءَ جي خوبيءَ کي،
”عاشقيءَ جي خوبيءَ کي —
”هاڻو، انهن کي اسان سمجهيو،
”باقي رهيون دنيا کي بدلائڻ جهڙيون خسيس ڳالهيون —
”اهي ڳالهيون اسان لاءِ ته آهن“
(ڊاڪٽر ژواگو)

پيسترنڪ!
پيسترنڪ!!
عظيم شاعر، ڇا تو چوين؟

—



## (ڪاري)

ته - ڀريءَ جي ٿڃن آس ۾ جڏهن ڪانوَ جي اک ٿي نڪري،
۽ لڱ چيٺ جي جهولي ۾ تپي تنور ٿي وڃن ٿا،
جڏهن پکي پکڻ آکيرن اوڏتا ٿين ٿا،
۽ ماڻهو مانيءَ ڳپو ڪائي اک لاڏن ٿا،
اُن وقت هنن کي ٿڌن جي ٽوُنس ڇڪي ٿي
۽ جهر جهنگ ۾ ملائي ٿيءَ
ڪنهن ڪٻڙ/لئيءَ جي ٻوٽي ۾ ڇوپر ٿئي ٿي،
ڪنڍيءَ جي ڪامَ ٿان
ننڍا ڪرو ڪارڪنڇي
ڏاهم ڪائي آڏامي ٿو،
ته ڪائي ڪونج جهڙي ڳچي
ڇرڪي مٿي ڏسي ٿي،
۽ وري ڳاٽ لاڙي
اکيون ٻوري،
ٻٽ ٿي پڇي رهي ٿي،
ٻوهه ٻه آسات، آت آسات
۽ ڪارا ڪرڙا جي هن جي اندر ڏٺين سچ مان نڪرن ٿا!
اندر به سچ، ۽ ٻاهر به سچ!

” اوچتو ڀڳهر ۾ لوڏيل ڀهار تي
کهاڙيءَ جا ڀِ ڏڪ—
واڏوڙي، منجهيل رڙ،
رت، ڳاڙهو، کوسو رت،
گهونگهر گهٽبيون،
ڏِر ڏِروڪڙيون رَتُ،
” رت جي ڏٻي ۾
اونهاري جو آهاءُ!

—



سمنڊ موٽي رهيو آهي
سمنڊ کي ننڊ اچي رهي آهي.
روزمره جي زندگيءَ سان ٽڪرائجي،
عشق جي ڪشتي ٽٽي پئي آهي.
ٺهيو، تنهنجو منهنجو حساب چڪتو!
هاڻي اجائي آهي
فهرست ڏاهن
هڪ ٻئي کي ڏنل ڏکن جي
غمن جي
دردن جي —

(مايا ڪو وسڪيءَ جو نظم جو هن خودڪشيءَ
کان هڪ رات اڳ لکيو هو)

مايا ڪو وسڪي!
دوست!
ڪاش مون ۾ تو جيتري ارادي جي قوّت هجي ها!

---



تنهنجا وار
ساوڻ جون گهٽائون
۽ منهنجون اکيون
ٻه ڪاريون ڪويليون.

—



هي ساوڻ جو ڇهر
ميراندي ۽ هيٺان ڏئي
ليٽي پئو،
پنهنجون ڇڳون هٽائي
ته جيئن تنهنجي منهن جي چاندوڪي
مون تي پئي سگهي.





تون کير آهين
جو دور تان مون کي سڏي رهيو آهين
۽ تنهنجا هڏ
منهنجون هڏيون جهنجهوڙي رهيا آهن
۽ تنهنجا سڏ کا
طوفان ۾ ويڙهجي ويا آهن
۽ ڏورانهان لڳي رهيا آهن؟
پوءِ ۾
منهنجي دل جي دک ٻيهجي وئي آهي،
۽ وراڻي
منهنجن چپن تي
برف وانگر ڄمي وئي آهي.
ڇا اهون ابد تائين
تنهنجا سڏ
طوفان ۾ ٻرندا رهندا
۽ منهنجن چپن تي
برف
ڄمي رهندي؟

---



منهنجا گيت
تون جو وڄ جي ٽاريءَ تي
ڳل وانگر
ٽڙيو آهين
ڇا
منهن پوري ٿي ويندي
ته تون به
ڇڻي ويندين؟





آوِيءَ ۾
رڳو ٽانوَ نه پڇي نه رهيا آهن
آوِيءَ ۾
منهنجن هٿن جو
آهو ڇهاءُ به تپي ويو آهي
جنهن اهي ٽانوَ لسايا آهن .





سازَ اُجهامي ويا آهن
وِڳو ڏيئو
ڀِٽ ڀِٽ ڪري رهيو آهي
سمائي ۾—
تون ڪٿي آهين جنهن مون کي گيت ڏنا هئا؟
تون جا پاڻ
هر گيت کان وڌيڪ
سڀنل، سُريلو گيت هئين!

---



منهنجي دل
هڪ زخمي فاختہ وانگر
تڙپي رهي آهي
تو لاءِ
جنهن
مون تي رحم کاڌي
پنهنجا تير
ترڪش ۾ موٽائي وڌا آهن.

---



جڏهن به مون کي تنهنجي ياد ايندي آهي،
منهنجن هٿن تي نرگس جا گل ڦٽي پوندا آهن -
هٿ، جن سان مان تنهنجيون اکيون ڍڪي،
تنهنجن چپن کي چميندو هوس.
جڏهن به مون کي تنهنجي ياد ايندي آهي
تڏهن ائين لڳندو آهي
ته ڪائي هرڻي سارا سٿر ڇڏي
ڪنهن آؤٽڙ تي آئي آهي -
آؤٽڙ، جنهن ۾ سوين ستارا جرڪي رهيا آهن
۽ جنهن ۾ نيرو آسمان ٻڏي ويو آهي.
جڏهن به مون کي تنهنجي ياد ايندي آهي،
مون کي ساوا ميدان نظر ايندا آهن،
تنهنجي پاڪڙ وانگر وڏا ساوا ميدان!
هائو، جڏهن ڏينهن ڏاڍو تپي ويندو آهي،
تون مون کي ڏاڍو ياد ايندي آهين.



چنڊ آڪاس مان
ڪنهن جوڳيءَ جي ڪنڊلي وانگر لڙڪي رهيو آهي،
۽ منهنجو من
هن سنسار مان ڪٽيو ٽي پيو آهي؛
منهنجين اکين مان ڳوڙها وهي رهيا آهن،
۽ اڄين ٿو لڳي
ته هين ڦڪيءَ، بي سواديءَ زندگيءَ ۾
لوڻ رڳو ڳوڙهن ۾ آهي.
نه ڄاڻان مان ڪنهن لاءِ روئان ٿو!
نه ڄاڻان مان ڇا لاءِ روئان ٿو!

---



ميڻهن بس ٿي ويو ۽
ڪڪر
ڪارونڀار ڪري
پنهنجي گهر وڃي رهيا آهن
پهاڙ جي پٺيان ۽
ننڊاڪرا مور
پرن ۾ سڪوڙجي ويٺا آهن
۽ رات لهي آئي آهي
پاري نگر تي
جتي سڏونت اڃا تائين سڏي رهيو آهي
سارنگا کي.



جڏهن ڳوڙها سڪي ويندا آهن
۽ ناڪئا پنهنجيون پوڙيون
گهاٽ تي ڇڏيندا آهن،
جڏهن پاڻيءَ جا ڦڪي
واهيرن ڏانهن ورندا آهن،
۽ پارن جا ٽهڪڙا
سانت ۾ سمائجي ويندا آهن،
جڏهن ڏکن جو واءُ
تنهنجي دامن وانگر لڳندو آهي
۽ رات
منهنجيءَ اذيّت تي مرهم رکندي آهي،
سان توکي ڳوليندو آهيان منهنجي شاعري!
تون جا مون کان وڇائجي وئي آهين.

## سنڌ پبليڪيشن پاران جلد شايع ٿيندڙ ڪتاب

- فلسطيني ڪهاڻيون — سهيڙيندڙ: زيب سنڌي
  (محمد ابراهيم جويو، ولي رام ولڀ، نجم عباسي، ممتاز عباسي ۽ آزاد قاضي جون ترجمو ڪيل، انقلابي فلسطيني ڪهاڻيون)
- ٽيون وجود — (ڪهاڻيون) امر جليل
- ساهيوال جيل جي ڊائري — شيخ اياز
- جڏهن ماں نه هوندس — (ڪهاڻيون) امر جليل
- سياري جي رات — (ڪهاڻيون) رشيد ڀٽي
- جيجل منهنجي ماءُ — (ڪهاڻيون) امر جليل
- موٽندڙ چوليون — (ڪهاڻيون) عبدالقادر جوڻيجو
- تاريخ جو ڪفن — (ڪهاڻيون) امر جليل

---

## پڙهندڙن لاءِ ضروري اطلاع

سڌو سنئون اداري کان گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن روپين جا مختلف ڪتاب گهرائڻ تي ٽپال خرچ ادارو برداشت ڪندو. گهٽ آرڊر جي صورت ۾ ٽپال خرچ خريدار جي ذمي هوندو - هر صورت ۾ ايڊوانس طور پنجين روپين جون ٽپال جون ٽڪليون موڪلڻ ضروري آهن - آهي پنج روپيا، ڪتابن جي رقم مان ڪاٽي، ڪتاب وي- پي- ڪيا ويندا.

مئنيجر: سنڌ ڪتاب گهر
جناح باغ روڊ، لاڙڪاڻو سنڌ.

## سڳن پبليڪيشنس جا ڇپايل ڪتاب

١- سوچ ڪي لوڇ (شاعري) ذوالفقار راشدي ٠٠-٢٠

٢- موهن جي دڙي جو خزانو ڪرشن چندر (ختم ٿيل)

٣- طوفان جي تمنا (ڪهاڻيون) نجم عباسي ٠٠-١٢

٤- سيلاب زندگيءَ جو (ناول) پوپٽي هيراننداڻي ٠٠-٨

٥- رات منهنجي روح ۾ (ڪهاڻيون) غلام نبي مغل ٠٠-١٥

٦- پٿر دل (ڪهاڻيون) ڪرشن چندر ٠٠-٧

٧- تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) امر جليل (ڇپائي هيٺ)

٨- جيل گهاريم جن سان (خاڪا) طارق اشرف ٠٠-١٥

٩- اسان زنده رهنداسين (آتم ڪهاڻي) ليلي خالد ٠٠-٢٠

١٠- منهنجو ڏس آسمان کان پڇو (ڪهاڻيون) امر جليل ٠٠-٢٠

١١- ڌرتي ماءُ (ناول) چنگيز اعتماتوف ٠٠-١٢

١٢- پهاڙن ۾ پڪار (ڪهاڻيون) خليل جبران ٠٠-١٢

١٣- سدا ساوا پن (٤ انقلابي ليکڪ) ولي رام ولڀ ٠٠-١٥

١٤- ڏينهن ڏٺي جا سپنا (شاعري) اياز گل ٠٠-١٥

١٥- وليون وڻ ڦلاريا (شاعري) ادل سومرو ٥٠-١٠

١٦- سندو منهنجي ساهه ۾ (ڪهاڻيون) امر جليل ٠٠-٢٢

١٧- پروفيسر (ڪهاڻيون) نجم عباسي ٠٠-١٦

١٨- ٽڪرا ٽٽل صليب جا (نثري نظم) شيخ اياز ٠٠-٢٥

١٩- جڳ مڙيوئي سپنو (آتم ڪهاڻي) شيخ اياز

٢٠- ڏونگر نيٺ ڏرن شيخ امان

٢١- واڻون ڦلن ڇانئيون شيخ اياز ٠٠-١٥

گهرائڻ لاءِ: سڳند ڪتاب گهر

جناح باغ روڊ، لاڙڪاڻو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ٿي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)